# ديوان صورت بهار

(مثنوي سميت)



ڏکين لفظن جو ارٿ ڪندڙ

**مسٽر ٿهلرام آسودومل وڪيل حيدرآباد سنڌ**

سنگرهه ڪندڙ ۽ ڇپائيندڙ

**راءِ صاحب حشمتراءِ ولد ديوان لعلسنگهه گدواڻي**

رٽائرڊ ڊپٽي ڪليڪٽر حيدرآباد سنڌ

۽

**مسٽر چانڊومل ولد ديوان لعلسنگهه گدواڻي**

زميندار



چاپو پهريون ] سال ١٩٣٥ [جلد ١٢٥٠

**قيمت ٠-٠-١ هڪ روپيهه** ڪچي جلد سان

" **٠-٤-١ سوا روپيهه** پڪي جلد سان

ڇپائيندڙن جا حق ۽ واسطا قائم

**ملڻ جا هنڌ:-**

(١) ڪوڙومل سنڌي ساهتيه منڊل، ڪاهي رستو

(٢) سنڌ جوو ينائيل ڪوآپريٽو سوسائٽي

(٣) راءِ صاحب حشمتراءِ ولد ديوان لعلسنگهه

رٽائرڊ ڊپٽي ڪليڪٽر آڏواڻي گهٽي جي چاڙهي

# ارپڻ

هن پوتر پستڪ جي ڇپائڻ جو ڦل اسين
گهڻي پريم ادب ۽ شرڌا سان پنهنجي
مرني ڪاڪي صاحب

## سرڳواسي

## ديوان شيرسنگهه ولد ديوان بهارسنگهه
## صاحب کي

۽

پنهنجي مرني ۽ پياري
پتا صاحب

## سرڳواسي

## ديوان لعلسنگهه ولد ديوان بهارسنگهه
## صاحب کي ارپڻ
## ٿا ڪريون

دشمتراءِ لعلسنگهه
چاندو مل لعلسنگهه

6/081
4-8-73



ديوان بهار سنگھ ولد ديوان جڳت سنگھ گدواڻي



ديوان شير سنگھ ولد ديوان بھار سنگھ گدواڻي



ديوان لعلسنگھ ولد ديوان بهارسنگھ گدواڏي

# مهاڳ

صورت بهار، اهو نالو گهڻن پڙهو هوندو. اُردو ٻوليءَ ۾ ڪوتا جو هڪ ٻيدار آهي. ڪوئي جو نالو آهي ديوان صورت سنگهه صاحب پٽ ديوان ممتسنگهه جو، جو چند ڀراماڻي آکهه جو هو. اها ڪوتا هاڻ پستڪ جي نموني ۾ ميسر نه آهي، جيتوڻيڪ اُردوءَ گرمکي اکرن ۾ سال ١٨٨٦ ۾ يعني پنجاهه سال ٿيا ته ڇپايل هئي؛ ٻه اُهي جلد هاڻ موجود رڳو ڪن ٿورن جي هٿن ۾ آهن، جي آڱرين تي ڳڻي سگهبا.

اها ڪوتا آهي ٻريما ڀڳتي تي ٻڌل؛ اصل ۾ نه تڪ بندي يا ٻحر جي علم جي قانونن جي خيال تي ٺاهيل نه آهي، ٻر راڳ جي نموني ڌار ڌار سرن ۾ جيل آهي. انهي هوندي به ان مان اُنهن قانونن جي پڪڙي معلوم ڪيئن ٿي ٿئي. اها آهي ديوان صورت سنگهه صاحب جي ڪاريگري جي نه، ٻر ذات جي ساکر. راڳ جي روپ ۾ جڏهن اها ڪوتا پڙهجي ٿي، تڏهن ٻريم هيڻئين ۾ گهر ڪيو وڃي. ريجهرائي ۾ انهي ڪوتا کي راڳ ۾ ڳائڻ جو ابياس وري وڌيو آهي؛ انهي ڪري پستڪ لاءِ چڪ به وڌي رهي آهي. اهو معلوم ڪري مونکي هن پستڪ کي وري ڇپائڻ لاءِ اونو ٿيو. حيدرآباد جي

ڇاپخانن ۾ صورت خطي عربي سنڌي روپ ۾ ڪرٿي
اچي ۽ نه پارسي. اها ڳالھ پاڻ مونکي وڻي، جو ته اُردو
آکر سڀ سنڌي ڄاڻن لاءِ پڙهڻ قدري مشڪل آهن.

منهنجي اوني لاءِ ٻه هڪ ڪارڻ آهي. اهو ڪارڻ
هيءُ آهي جو جنهن "بهار" جو نالو "صورت بهار" ۾
آمر ٿي رهيو آهي، سو منهنجو ڏاڏو آهي؛ انهي جي
يادگيري ۾، اول ويچار ڪيم ته ڪتاب ڇپائي، ملھ
فقط "شيوا" رکان؛ پر ڏسان ٿو جنهن پستڪ تي ملھ
نه ٿو رکجي، تنهنجو قدر ڪونه ٿو رهي. ملھ رکيو اٿم
هڪ رپيو، جو ڏسڻ ۾ ايندو ته ڪتاب جي ڇپائي جي
خرچ ۽ پئي محنت آهر بلڪل ٿورڙو آهي، ۽ اهو خيال
اٿم ته جنهن ماڻهون سڪ ڪان پستڪ جي چڪ ڪيم
۽ ڏنم ته ان جي وسيعت پوري سوري آهي تنهن کي
مفت ئي ڏيندس.

پستڪ ڇپائڻ کان اڳ اونو اهو هوم ته اُردو يا پارسي
يا هندي ڏکين لفظن جي معني کانسواءِ سڀ ڪو مشڪل
پستڪ مان پورو لاڀ پائيندو؛ اها ڳڻتي ۾ پڳو نت ترت
لاٿيم، جو مسٽر ٿارام آسودي مل وڪيل سان ميلو ٿيم،
جنهن ڏاڍي اُدارتا ڏيکاري ڪم پاڻ تي کنيو ن. ۽ پريم
جي صدقي پورو ڪيو. پڙهندڙن کي تنهنڪري اُنجوئي

گهٽي قدر ٿورائتو ٿيڻ گهرجي، جنهن انهن لاءِ ڀات سؤ کو ڪيو آهي، جو هون ۾ گهٽن جي حالت ۾ ٻي ارٿو ٿئي ها. مان به اُن جا شڪرانا مڃان ٿو ۽ پارو ته انکي ڀڳونت ئي پوري طرح ڏيڻ وارو آهي، مان نه ٿو ڏيئي سگهان پستڪ جي ڀڃاري ۾ مثنوي آهي سا سڄي آهي پارسي زبان ۾. اُنهي جو ترجمو ضروري سمجهيم. ايشور جي ڪرپا ٿي جو هڪ پريمي سڄڻ ڪان اُهو به هٿ آيم، جنهن ۾ ڏيئي ته ڀاو آرٿ جڳوئي رکيل آهي بلڪ اڪثري لفظي ترجمو به ٿيل آهي. اهڙي ڪل ڀڳونت جي ڪرپا ٿي مون کي جو آنند آيو سوئي منهنجي لاءِ پستڪ جي ڇپائڻ جو ڪافي ڦل آهي.

اهو سڀاويڪ آهي جو خيال ٿئيم ته ته پنهنجي ڏاڏي ديوان بهار سنگهه جو ڪجهه احوال ڏيان. اهو خيال انهي ڪري ايترو نه اٿم ته انجي مهما ڳائجي، جيترو هن ڪري ته ان جي جيوت جا ڪي مثال وٺي، اُنهن جي پيروي ڪري، پاڻ لاڀ پائين. هو ويچار ۾ پئبس ته ديوان صورت سنگهه جو به ڪجهه احوال ڏيان يا نه ۽ ۽ جيڪڏهن ڏيان ته اول ديوان صورت سنگهه جو، ڪين اول ديوان بهار سنگهه جو. فيصلي ڪرڻ ۾ ڪشت لڳم تان ڪي ويچار ۾ آيم ته صورت جا ڪي ٿو جنهنجي ۽ بهار

ڇا ڪي ٿو ڄاڻجي. ديوان صورت سنگهه ۽ ديوان بهارسنگهه
هئا ٻئي يار، يار به اهڙا هئا جو انهن کي ته اهو اونوئي
ئي ڪين ها ته ڪير مڃهائن اڳه ۾ ڪير پوءِ. ۽
صورت کان سواءِ ته ڪو به پرگهٽ نه ٿو ٿئي، ڪري
جنهنجي صورت هجي سو صورت کان اڳي هجي،
باڪ صورت کان سواءِ به هستي ۾ هجي. ديوان صورت
سنگهه هو "بهار" جي صورت "بهار" کي پرگهٽ ڪرڻ
وارو به ٿيو اهو پد "صورت." بهار "ارٿ" روپ ۾
گهڻوئي چڱو هجي، آنند ڏيندڙ به بيشڪ هجي، پر
"پد" روپ وارڻ ڌاران اسانکي يا ٻالڪن کي ڪهڙي
ڪم جو؟ وست ته پدارٿ کي ٿي ڄاڻجي، جنهن ۾
"پد" به آهي ته "ارٿ" به آهي؛ پر "پدارٿ" ۾ ته
وري به "پد" اڳيان آهي. انهي ڪري اوس فيصلو
اهوئي ٿيڻو هو ته اول ديوان صورت سنگهه جو ذڪر ٿئي
۽ پوءِ ديوان بهارسنگهه جو. آخر ته هر "پد" کي "ارٿ"
۾ سمائجڻو آهي، ۽ خود "صورت" کي به "بهار" ۾
سمائجڻو هو، جئن ديوان صورت سنگهه پاڻ پڪاريو آهي،
"صورت هوڪي بهاره هري جب رام نام رس پهنچا"
وري هي به ويچار آهي ته خود ديوان صورت سنگهه،
جيئن اڳتي جي جيون چرتر مان ڏسبو، ديوان بهارسنگهه

کي ئي وڌيڪ قايم وسعت سمجهي، ٻاڻ اگهه ٻراڻ ڏيئي، ٻاڻ کي ”صورت“ روپ ڏيئي کري ”ٻهار هوکي ٻهار ٿيو.“

تنهن کري جيڪڏهن مون ٻنهنجي ڏاڏي لاءِ مٿيون ٻاڻ ظاهر ڪيو ته ٻاڻڪ ڪرڻ کري ڪو عتاب نه ڏيڻ، جو ترنيت ته لوڪاڻي ادب جي وات ديوان صورت سنگهه جو جيون چرتر اڳي، لکي ٻورائي ڪڍي اٿم، هوڏانهن وري خود ديوان صورت سنگهه صاحب جي ڪهڻي جي ٻه ٻيروي ڪئي اٿم.



# جيون چرتر ديوان صورت سنگهه صاحب جو

ڀلا ميرن جي صاحبيءَ وقت ڇا ول، تنهنجي لاءِ پورو يا سچو حال هن وقت ڪيئن ملندو؟ نه وري ديوان جو اولاد ڪو هن وقت رهيو آهي جنهن کان ڪجهه تفصيل وار احوال ملي. ته به ايترو معلوم ٿو ٿئي ته ديوان کي به وڏا ڀائر هئا، جن پنهنجي به پنهنجي وقت ۾ چڱو نالو ڪڍيو هو. سندس وڏو ڀاءُ ديوان نانڪرام هو جنهن انگريزن جي يعني هاٺوڪي حڪومت جي اوائلي ايام ۾ حيدرآباد جي ڪليڪٽر وٽ دفترداري ڪمائي ۽ سندس ٻيو ڀاءُ جو به ڪانئس وڏو هو پر ديوان نانڪرام کان ننڍو هو، تنهن ورتو هو طبابت جي پيشي کي، جنهن ۾ چڱو مشهور ٿيو. اُن جو نالو هو ديوان پريداس ۽ اسان جي احوال لاءِ ان جو نالو وڏيڪ ڪم جو آهي، ڇو ته اُن جي ڪري ئي صورت ۽ ٻهار جو ٻاڙ ۾ ميلو ڇوڪراڻي اوسٿا ۾ ٿيو، جنهن ۾ ڇرڻ ڇيڇهه ڇيڇهه ۾ وڃي ٻڪي ياراڻي ٻاڙ ۾ گڏيا پائون. ٻهار ٿي پيو ڪنهن جوکائتي بيماريءَ ۾ ورتل، جنهن ڪري سندس ڪاڪي ديوان ڪانسنگهه آندو مشهور ديوان پريداس کي علاج لاءِ. اُن سان وري ننڍڙو ڀاءُ ٿي صورت ”دادا دادا“ ڪري لڳي پوندو هو. پورب جو

سنبنڌ ڪو اهڙو هو جو انهن ٻنهي ڇوڪرن جي دل هڪ ٿي ڏيئي چڪي. بهار کي پنهنجي بيماري مان ڇٽڻ ۾ ڪجهه ڪال لڳي ويو، ۽ صورت ان کي دوا درمل پيارڻ ۽ وندرائڻ لاءِ "دادا" کي ڇڏي نه موڪل وٺي ويهي رهندو هو. هن پستڪ جي مراد لاءِ وڌيڪ ڪارگر خبر نه ملائي آهي ۽ ٻنهي جو ميسر گڏيل احوال نه ملوئي آهي.

پڪي خبر نه آهي ته صورت ڪهڙي سال ۾ ڄائو، پر معلوم ائين ٿو رهي ته بهار جو سن ئي هو، يا جيڪڏهن ڪو تفاوت عمر ۾ هون ته ڇهن ٻارهن مهنن جو مس. بهار ته معلوم ٿو ٿئي ته ڄائو هو اٽڪل عيسوي سن ١٨٣٢ ۾، جنهن ڪري صورت به ڇنبو ته اٽڪل ١٨٣٢ ۾ ڄائو هو.

ڪيتن پڙهيو، ڇا پڙهيو، ڪٿي پڙهيو، تنهن بابت حال عدم پيدا آهي، جيتن بهار جي حالت ۾ نه آهي. پر تن ڏينهن ۾ آخوندن ۽ ملن جا مڪتب مسيتن سان لاڳو هوندا هئا جتي اهي پارسي ٻولي خوب پاڙهيندا هئا. انهن ڏينهن ۾ قابل نه اهو ڇنبو هو جو پارسي ۾، جيڪڏهن شعر نه ناهي سگهي، ته نه خط پٽ درخواست دري ته اوس لکي سگهي؛ ڇاڪاڻ ته ميرن

جي حڪومت ۾ ڪاروبار پارسي زبان ۾ هلندو هو، ۾
دستور انگريزن جي حڪومت ۾ به پيريان ڏينهن تائ
رکيو ويو هو.

صورت به ضرور اهڙيءَ مڪتب ۾ پارسي پڙهيا
هوندو. پارسي ۾ بيشڪ هشيار ٿيو هوندو، ڇاڪاڻ ت
سندس اُردو ڪوتا مان ئي پارسي جي ٽڪي ڇاڻ معلو
پيئي ٿئي. ويتر ديوان صاحب جي مثنوي جا پارسي
۾ اکيل آهي، تنهن مان جا سندس قابليت ظاهر آهي
سا ساکر کان ئي پاهر آهي. چون ٿا ته ديوان صورت سنگ
صاحب کي، (هاڻ صورت جو جيڪو حال ملندو سو
سندس وڏي اوستا جو، جنهن ۾ ان کي لوڪن ۾
وقت جي رواج موجب، ديوان صورت سنگهه ڪري
ڪوٺيو هوندو، ۽ اسان کي به هاڻ ان بابت پرير کي
ادب جو ڍڪ ڏيڻي، ذڪر ڪرڻ گهرجي) سو جيئن
ته چون ٿا ته ديوان صورت سنگهه کي، مير عليمراد
صاحب خيرپور رياست جي تخت نشين هڪ خاص
سرودپا يا اهڙو ڪو انعام انهي مثنوي جي لکڻ لاءِ مڪر
هو ۽ ان کي رياست ۾ رهڻ لاءِ دعوت ڪئي، پر ديوان
صاحب نه ويو.

اهڙي سڌ ڪي ديوان جهڙو پرش ويندو وري ڪيئن؟

اُهو لا طمع ۽ عشق حقيقي يا پريما ڀڳتي جي ڏوري ۾ ٻڌل، جنهن ڪري ان کي دنيا جي حاڪمن يا وستن ڪا ٻه چڪ نه ٿي ڪئي.

ديوان صاحب هو نانڪي پنٿ ۾، يعني اُهو پنٿ جنهن جا پنجاب ديس جا ڏهه اُتم سرير (١) گرونانڪ (٢) گرو انگد (٣) گرو امرداس (٤) گرو رامداس (٥) گرو ارجن (٦) گرو هرگوبند (٧) گرو هرراءِ (٨) گرو هرڪرشن (٩) گرو تيغ بهادر (١٠) گرو گوبند سنگهه، باني ڪار هئا، ۽ جن مان پهرين نون گرن جي رچيل باڻي ”آدي گرنٿ“ ۾ گڏ ڪيل آهي. ديوان صاحب جي ڪوتا مان ڪيترن راڳن انهن گرن جي مهما ۾ چيل آهن پر ديوان صاحب جي ڪوتا مان اهو معلوم ٿئي نه ٿو ته پيو پوءِ ته اُنهن کو گرن جي سکيا کي ڌار پنٿ ٿي سمجهو. ائين پيو ڏسجي ته انهي سکيا مان به ديوان صاحب کي اُهائي آنيو پئي ٿي جا ديوان صاحب کي سري ڪرشن بابت ياسري ڪرشن جي سکيا مان ٿي ٿئي. ديوان صاحب جي وات هئي پريم جي، اها ڪين ڪيترن هٿ آئي يا ڪنهن جي سنگ مان هٿ آئي سا خبر ڪا نه ٿي ملي. سندس گرو هو منند پائي ڪشن، اُن کي مرشد ڪري جيو الس اُن تي اڳي سنگ مان (نمبر

١٢) ۽ ڇهون اٿس "ساڪيات ڪرشن روپ ڀائي ڪشنداس هي". ڀر ڀريم جي وات ديوان صاحب کي ان وٽان مليي يا ڪيئن تنهن جي چاڻ ڪا نه ٿي پوي. پاڻهجي ته ائين پيو ته ديوان صاحب کي اها وات ته ايشور جي ڪرپا سان ايشوري دات ٿي هئي. سندس ڀاونا انهي مان ئي معلوم ٿي ٿئي جو جيڪڏهن گرو نانڪ شاه تي مناجات جڙي اٿس ته اڏيري لعل ۽ قلندر شاه ۽ شاه يقيق تي به جيون اٿن، تنهن ڪري جڏهن ته ديوان صاحب ڌرمن جي ڀيد ڀاونا کان بلڪل خالي ٿي ڏٺا، جو ته ڌرم انهن لاءِ هو ڀريم يا عشق، جو ڪرشڻ ڀڳن ۽ هورين مان اصل اڄاون ڏيندو ٿو وهي ۽ انهي ۾ ڀيد ڀاو کي جاءِ وري ڪيئن ملندي؟

ديوان صاحب گرهست ۾ ئي رهيو. کين هڪ پٽ سانولداس نالي ۽ ٻه نياڻيون به ٿيون هيون. پر ديوان صاحب جو من ته گرهست ۾ هوندي به اُداس ئي رهيو. سندس سڀاءَ جو لارو هو اداريتا يعني سخاوت ڏي ته سندس پتنيءَ جي سڀاءَ جو لاڙو هو بڪائي ڏي ۽ اها پتي ۽ پتني جي سڀاون جي مخالفت به سندس اُداس ڀاو جو ڪارڻ يا ان کي تيڪ ڏيڻ واري ئي رهي هوندي. غزل نمبر ٤٦ "خدا ڪري نه ڪهي ڪس سکهي کي زال بخيل" جو به ڪارڻ اهوئي ٿو چوڻ

۾ اچي. پيدايش ۽ ملڪيت جي باري ۾ بي پرواھ ھو.
پيداش اچي يا نہ اچي، ملڪيت بچي يا نہ بچي
انهي بي پرواهي جي حالت کي جڳبو آهي يوگ
ڪشيم جي حالت، اها من سائين کي الپ هئي. انهي
سبب پيداش ۽ ملڪيت جنهن کي هت ايندي هئي
سو ڪٽي ويندو هو. هت سان ۾ خوب لٽيندو هو. نانڪ
پنٿ سنڌ ملڪ ۾ اڃان اهڙو جهونو نہ ٿيو هو جو قدر
اُن جو ڪرڻ ۾ نہ اچي، تنهن ڪري جيڪي گرو
پوٽا، يا جيڪي پاڻ کي گرو پوٽا جوائي، اهڙو وس
ڪري وٽس ايندا هئا، تن جي من وانچت طلب پوري
ڪندو هو، ۽ جيڪڏهن پاڻ پوري ڪري نہ سگهندو
هون تہ پيو ڪو جيڪڏهن پوري ڪرڻ وارو نہ ليندو
هوس تہ ديوان بهار سنگہ سنڌس پار تہ اوس انهي باري
۾ سنڌس هنڌيون پرڻ وارو هوندو ئي هو.

ديوان صورت سنگہ جي اي ڪهڙي حقيقت پڌائجي؟
اُها ڪل حقيقت سمايل آهي هڪ تہ سنڌس ايشور ڀاونا
۽ سچي شرڌا ۾، ٻيو تہ راڳہ ۽ گائن وديا ۾. اهي ان
کي ٿيون هت رهن جنهن تي ايشور جي ڪرپا ٿي
رهي، يعني جنهن جي درشٽي ايشور ۾ ئي آهي، ڇو
جو ايشور آهيئي ڪرپا ندان يعني ديا جو خزانو. بس

هٿ ۾ ڪيائين جوتارو، جوڳي سنڌس لاءِ خاص ساز هو
يا ڪڏهن اڄي ڪڏهن سر ۾ سارنگي کي وڄايو، يا ڪڏهن
تال ۾ ڪڏهن طبلي تي هٿ هڻيو، ته ديوان صاحب
جي مک مان ڪو نه ڪو ڪرشن پد يا گرن جي
اُستتي ڪوتا روپ ۾ ترت پرگهٽ ٿي پوندي هئي.
اڪثري هن پستڪ واري ڪوتا انهي طرح ئي چيل
آهي. ڳائيندو وري انهيءَ امنگ مان هو جو پڙهندڙن کي
اکين مان اڙڪ اچي پيا وهندا هئا. سنڌس شرڌا جو
هڪ هيءُ مثال گهٽ پڌرو آهي. نانڪ پنٿين ۾ ويساهه آهي ته
ڪڙاهه پرساد (ڪڙاهه پنجاب ۾ جون ڪراهيءَ ۾ تيار ڪيل
سيري کي جو پرساد تڏهن ٿئي ٿو جڏهن ان جو اول گرو
گرنٿ صاحب کي ڀوگ لڳائجي ۽ پوءِ ورتائجي) تڏهن
سچو پرساد ٿئي جڏهن اُن تي هٿ جي پنجي جهڙو
نشان ڏسجي، جنهن مان معلوم رهي ته ٺيڪ گرو يا
ايشور اُهو ورتائي پرساد ڪيو آهي. هڪ دفعو ديوان
صاحب جو وڃڻ حيدرآباد واري اڪال ٻونگي ۾ ٿيو.
ان مهل ڪڙاهه پرساد لاءِ ارداس پوڙهي هئي. قدداراڻي
يعني قدداري مل جي اولاد وارن مان، جي خالصا آهن
تن مان ان وقت هڪ خالصو ديوان لڇاسنگهه ديوان
صاحب کي ويٺي ڪٿي ته اچ اوهين صاحب ارداس

ويو. ديوان جو تارو ڪٽي سر آلاپي گرو ڪرامت صاحب
اڳيان، جنهن مڃان ڪلام جو طنبورو رکيل هو، شمس
ڪنڊن ڪري اهڙي پرم ۽ شرڌا سان ارداس وڏي
ٿو، جنهن لاءِ تہ طنبوري واري ڪلام تي پنهنجي جو
نشان ڏسڻ ۾ آيو.

وري گائڻ وديا جو مثال هي گهٽو ڏسڻ ۾ ايندو
آهي تہ ديوان صاحب جو سر سارنگ تي خاص طرح،
اهڙو ابياس ڪيل هو، جو گائيندو هو تہ جهڙ ٿي، وسندو
هو بلڪ برسات ۾ ڏيکاري ڏيندي هئي. پر پڻ
سرن ۾ بہ سنڌس جهڙو ڪو ڄاڻو هوندو هو. سنڌس
گائڻ وديا جي هاڪ پنجاب ۽ اتر هندستان ۾ ڏاڍي
هئي. ڪٿان ڪٿان راڳيندڙ ڪيس ٻڌڻ جي شوق ڪان
ايندا هئا. هڪ مثال هي ڏسڻ ۾ ايندو آهي تہ هڪ
پيري ڪابل مان هڪ پٺاڻ سردار وٽس گائڻ ٻڌڻ آيو ۽
اهڙو تہ ان کي ديوان صاحب جو هنر پسند آيو، جو ٿي
ڏينهن ساندهہ ٽڪي پيو؛ ديوان صاحب بہ ان جي سڪ
ڏسي انکي پنهنجي پاسي ۾ وهاري راڳ ٻڌائيندو هو.
وري شهر ۾ جيڪڏهن ڪي نيون راڳيندڙ ۽ ناچ
ڪندڙ عورتون ايندڀون هيون تہ همون ديوان صاحب
جي اڳيان مجرو ڪرڻ ايندڀون هيون؛ اهائي ديوان
صاحب جي هاڪ جي وڏي ساک آهي.

ديوان صورت سنگهه صاحب جو سنگهه مانجهند ۾ وار
مشهور ڀائي گوبند داس صاحب سان گهڻي قدر معلوم ٿ
ٿئي. ڀائي رامداس واڌ ڀائي نيڀنداس هاٿيراماڻي صراف
۽ هڪ اُتم سرير ٿو ڀڄي، جڏهن جو سنگهه جڳن ڇڏ
پرشن سان هو؛ ان ديوان صاحب لاءِ ڏوهڙ واهه ٿي
پنهنجي باغ مان تڪرار ڪري، ڪٽيا ٺهرائي، جتي
ديوان صاحب جي محفل سنگين سان ڪٿا ڪيرتن،
پريم وارتا، ڀڄن شبد ڳائڻ سانگي لڳندي هئي؛ اُ
آستان هاڻ ديوان صورت سنگهه جو ٺلهو ڪري ڪوٺ
۾ ٿو اچي، اُتيئي ديوان صاحب جي سمانڌ آهي. جتي
هن وقت ۾ گيان سروپ جي ڀاؤ مسٽر نولراءِ سپاهيملاڻي
جي ڪوشش سان وسندڙ هلي ٿي اچي. مٿيون ڀائي
رامداس وارو باغ مکي سکرامداس جي هٿ ٻوڙ آيو ۽ هاڻ
اُتي گئُوشالا آهي. ديوان تان عامل ڪاوڙا ۾ قربان
ويندڙ هئا، جن مان هيٺيان صاحب ذڪر جا لائق آهن،
ديوان نندي رام سيوهاڻي جيلر هوندو هو، ان جي فرد نمبر
۵۲ "ڪيئا سيتارام نندي رام کو بحال بحال" ۽ غزل
نمبر ۵۳ ۽ ۵۴ "سچ ڪري ڪرتار ڀر شاباس نندي رام
کو" "ري نندي رام تون آئسا هٿا ڪٿسا تون ٿا" چيل
آهي. ديوان نردداس ڀيلن جي ڪاني وارو ۽ ديوان عالمچند

درٻاري جهازن جي ڪاٺي واري ٺهي ٻاٽر، فرصت جو وقت ديوان صورت سنگهه جي ٻنڌيان هوندا هئا. ديوان ليکراج مختيارڪار ۾ سنڌس واسطي حيران هوندو هو؛ اُهو ديوان ئي آهي جنهن جو اسان کي شڪر ٻجا آڻڻ گهرجي جو اُن اسان لاءِ ديوان صاحب جي ڪوتا بچائي. گيانچند سپاهيملاڻي، جو پوءِ گيان سروپ جي نالي سان مشهور ٿيو، تنهنجو ديوان صورت سنگهه ماسر هو. ديوان جي ڪوتا ان جي هٿ هئي؛ ان کي ٻه مٽيا ديوان کان ئي مليا، پر ان کي شراب پيئڻ جي علت ذرا حد کان ٻاهر ٿي ويئي. جڏهن ته ان شراب سانگي ديوان جي ٻاٽي ڪنهن وٽ گهر رکي هئي، جتان مٿئين ديوان ليکراج ڇڏائي. ديوان ليکراج جو قدر انهي ڪري ئي ڪرڻو آهي جو ان صاحب خاص ڪتابت وٺي ڏيور ۾ ڪي ڇپ مهنا ڪن رهي پنهنجي خرچ تي اُردو ۾ ادا ٻاٽي ڇپائي سال ١٨٨٦ع ۾ پڌري ڪئي.

معلوم ٿئي ٿو ته ڪنهن وقت ديوان صورت سنگهه سنگين کان خفي ٿي ڪراچي هليو ويو؛ جو ائين ويو تنهنجي پوري خبر ڪانه ٿي پوي، پر ضرور اُنهن جي ساڪر ۽ خوشامند کان بيزار ٿي اُنهن کان رسي ويو هوندو، اُتي ڪراچي ۾ ڪنهن نرٻچيس تنهنڪري گذران

جي تنگي سبب تڪ اٿار ڪڏي ويٺو ۽ انهيءَ پيدائش تي گذران
ڪرڻو ٿي پيس. ديوان بهارسنگهه کي پوري حقيقت جي معلوم
نه رهي، پر ان کي سنگين جيو ته هرو ڀرو ديوان صورت سنگهه
رسي ويو آهي ۽ هاڻ ڪراچي ۾ ٻن ٽي هري رهيو آهي.
ديوان صورت سنگهه بابت اهو احوال ديوان بهارسنگهه مٿي
ويو ۽ ديوان صورت سنگهه کي ڏورانهو ڏيٺي اُن سان رسي
وينو ۽ شايد خط پٽ به لکڻ بند ڪري ڇڏيائين. انهي
تي چون ٿا ته ديوان صورت سنگهه غزل نمبر ۲ ”ڪٿ
وسار ڏيا هي بهار صورت کو“ لکي موڪليائين، جنهن
ڪري ديوان بهارسنگهه جي دل ڀني ۽ وڃي ساڻس
وري مليو.

افسوس آهي جو ديوان صورت سنگهه جي ڪٽنب
۾ ڪو به ڪونه رهيو آهي، نه وري سندس ڀائرن جوئي
کو اولاد رهيو آهي. ديوان جي پٽ سانولداس نه پنهنجو
ئي نالو ڪڍيو، نه پنهنجي پتا جو نالو قائم ڪيو ۽ چون
ٿا ته سندس چال اُها نه رهي جنهن ڪي چڱي چئجي.
ديوان جي پتني، جا لعلواڻي آکهه جي هئي، سا به
چون ٿا ته پتي جي چالاڪي کان پوءِ ڏکي رهي، جيتوڻيڪ
ديوان بهارسنگهه صاحب ان مائي کي در مهنو چار روپيه
۽ ٻي به وقت به وقت مدد پهچائيندو رهيو هو. اهڙي

ھنس ٻرش جي آکھ جو حال ائين ٿئي تهنجي ڪارڻ
جو ذڪر ڪرڻ ئي ڏکيو ٿو لڳي، ٻر مٿي غزل نمبر
٤٦ ۾ جو ڏيان ڇڪايو ويو آهي سوئي اشارو بس آهي.

ديوان صاحب جو چالاڻو مدبر يعني وچولي اوسٿا
۾ ٿيو. سال ١٨٧٧ع ۾ سندس چالاڻو ٿيل چوڻ ۾ ٿو اچي
۽ معلوم ٿو رهي ته ٤٥ ورهين عمر جو تنهن وقت ۾ هوندو.
ڪي اڃا حيات آهن، جن ان کي ڏٺو هو ۽ جڳو ذڪر
سندس روپ جو ڪن ٿا. قد جو ڊگهيرو نه ڊگهو،
اٽڪل ٥ فوٽ ٨ انچ قد خيال ۾ رکو، ڪڻڪ رنگو
مهڙن، جنهن کي سهڻوئي چئجي، تنهن جو ويچار رکو،
اڇي ڪپڙي جي ٽوپي مٿي تي، اڄو ڊگهو پهراڻ،
اڇي ٻڌڻي جي شلوار جهڙي سٿڻ، ۽ اڄو ٻوجڻ ڪڇ
هيندان لنگهائي ڪلهي تي رکيل، وار مٿي ۽ ڏاڙهي جا
اڃا ڪارا ڳاڙهو، پيشاني ڦهڪندڙ، راڳ ڳائڻ لاءِ رڳو
چوڻ تي تيار، اها اٿو ديوان جي صورت، جنهن کي
"صورت" ڪري ڪوٺيو ٿي ويو.



# جيون چرتر ديوان ٻهارسنگهه صاحب جو

ديوان ٻهارسنگهه گدواڻي آکهه جو هو. گدواڻي حقيقت ڪري اولاد آهن ديوان گدومل جي ننڍڙي ڀاءُ جا، ڇو جو ديوان گدومل کي ڪو پٽ ڪونه ٿيو. ديوان گدومل پنهنجي وقت ۾ ٽالپر حاڪمن جي وزيري ڪمائي. گدو بندر، جو سنڌو درياهه تي حيدرآباد جي نزديڪ پڌل آهي، سو به اُن جي ئي نالي تي مشهور آهي.

تفصيل وار احوال ديوان ٻهارسنگهه جو به معلوم ڪو آهي. سنڌس چالاڻي جي تاريخ جي سا پوري خبر آهي. اُها تاريخ آهي ١٥ اپريل ١٨٩٧ع ۽ اُن وقت ديوان سائين جي عمر هئي ٦٥ ورهيه، تنهن ڪري چئي سگهجي ٿو ته سنڌس جنم ١٨٣٢ع ڌاري ٿيو هوندو. سنڌس پتا جو نالو هو ديوان جڳت سنگهه ۽ پتا ٻهار کي پنجن ورهين عمر جو ڇڏي نانگر کان ڪڪجرط سبب راهه رباني وٺي ويو. پر ماتا حيات رهيس، اُها شڪر جي ئي ڳالهه رهي ۽ ٻه پيئر برهيس جن سان جڳو سنڀاليهو هوس. ڪاڪو سنڌس ديوان ڪانسنگهه هو، جو ديوان جڳت سنگهه کان ننڍڙو هو، سو پنهنجي وقت ۾ ڏاڍو پيڌل هو. ديوان ڪانسنگهه کي ننهن جا ڇهه پٽ هئا، جن مان ديوان چندپرام ڄڻو وڪيل ٿي گذريو آهي ۽ جنهن جو هڪ پٽ ديوان

مورچمل سب جنهن ۾ لئي گذريو آهي ۽ ٻيو پٽ ديوان مدگهارام ڊپٽي ڪليڪٽر هو. ديوان ڪانسنگه کي ايترن ٻتن هوندي به ٻهار ڏي گهڻو پيار هو. ٻهار کي پنهنجو ئي پٽ ڪري سمجهندو هو. ديوان چندرام ته ڪيس چوندو هو ته تون ٻابي جو ٻهريون پٽ آهين ۽ انهن ٻنهي جي وچ ۾ اهڙو سنبند رهيو جو جيترو ٽيڪ ديوان ٻهارسنگه ڪاشي ۾ هو تريڪو ٻهرسال نه گڏو هوندو جو ديوان چندرام ڪاشيءَ ۾ سندس درشن لاءِ نه ويو هوندو.

مطلب ته ديوان ڪانسنگه ٻهار جي خوب ڏات ڪئي جنهن جو مکيه مثال اهي آهي ديوان صورت سنگه صاحب جي جيون چرتر ۾ اچي رهيو آهي. ديوان ٻهارسنگه جڏهن اٽڪل ٣٠ ورهين جو ٿيو تڏهن مير غلام حسين جي موري تعلقه ۾ فريد ديري واري جاگيرتي ٨٠ رپين پگهار سان ڪاردار مقرر ٿي روانو ٿيو. مير غلام حسين خان جون جاگيرون خصوصا تنبدي باگي، تعلقه ۾ ڪاڪ جاگير ۽ مٿين جاگير پٽي ديوان ڪانسنگه سنڀاليندو هو. ديوان ڪانسنگه ديوان سائين جي پوري طرح بالغ ٿيڻ تي چالاڪو ڪري ويو. اهوئي سبب هو جو ديوان سائين جي مقرري فريد ديري واري جاگير تي سؤ ڪائي سان ٿي سگهي. ديوان سائين سياڻو ۽ سمجهو ۽ پرجستو هو. تنهن ترت ٻاڻا کي ڪارائتو ڪاردار ڪيو. ٨٠ رپين جي ڪارداري

اِن ڏينهن ۾ ڪا اندازي ڳالهه ڪا نه هئي ۽ انهن ڏينهن ۾ ٨٠ رپين جو ماهه ۾ اچو ڪن ٤٠٠ يا ٥٠٠ رپين جو هو، ڇاڪاڻ ته سڀ سستائي هوندي هئي. تنهن ڪري ديوان پوشاڪ شاهاڻي ئي ڪندو هو، ڪيمخواب جي ڏگهي ٽوپي، شلوار پٽڪي جي (نه بافتي جي) اُچي ململ جو پهريان وڏين جهولدار پانهن سان، جيلهه تي اُچي پٽ جي لونگي ويڙهيل، مخمل يا ڪيمخواب جي صدري سرازڪي جتي پٽ واري پيرن ۾، اها هئي سنڌس پوشاڪ. سنڌس کاڌو به اوچوئي هو ۽ شراب ماس جو رواج ته عام جام هو، جو اُن وقت جي سنڌين ۾ به خوب ورتائڻ ۾ پيو ايندو هو. پوءِ ته ديوان سائين انهي ئي جاگير جو مقاطعو ڪيو، جنهن مان خوب پيسو ايندو رهيو. اهو پيسو جيتڻ ايندو ٿي رهيو تيتڻ وري خرچ ٿيندو ٿي ويو، اڪثري ته دان جي ئي لاءِ.

ديوان ٻهارسنگهه سائين جي جا ڀائراڻي ديوان صورت سنگهه سان هئي تنهن جو ذڪر ته انهي ديوان جي جيون چرتر ۾ آيل آهي.

ديوان سائين به پارسي ٻولي ۾ گوهر هو ۽ هفت قلمي ڪري جڙيل ۾ ايندو هئو.

ديوان سائين ديوان صورت سنگهه وانگر نانڪ پنٿي

پرش هو. اُنجو سنگ ديوان سائين کي ڏاڍو
۽ جيئن طريڪ پائو صاحب شريف ۾ نرمل هوندو
جي ڪري ۾ ڏينهن اندر رهندو هو ته تنهن
۾ نڪرندو هو، تنهن ۾ انهي ٿورڙيءَ سنگ
هردي تي نيڪ اثر ٿيندو هو. ديوان سائين کي
سنگ جو اهڙو اثر ٿيو، جو انهي ڪيترن جي لاءِ
ريد ڪري آڪاڙو ٺهرايائين، جنهن ۾ پنهنجو ڪيترو
ڪيائين ۽ پنهنجي رهڻ جو آستان ڪيائين. خاص
مراد سان ته پائي امرداس جو سنگ جيترو ملي سگهي
ان مان لاڀ وٺجي. انهي آڪاڙي ۾ آدي گرنٿ
ب استاپن ڪيو ويو، جنهن لاءِ شيوادار ۾ مقرر
ڪيو ويو. ڪيترن ۾ هڪ ويلو روٽيون ۽ دال عام ساڌن
ڏيڻ ۾ اينديون هيون، ۽ ڪئين ساڌو اهي وٺي
ويندا هئا. ايشور جي ڪرپا ديوان تي اهڙي ٿي جو
دس آڪاڙي پنيان وري هڪ باغ ۾ جيڪو پائو ڀگنيرام
ندو هو، تنهن جو سنگ ۾ ڏاڍو لاڀ دائڪ هو. ويتر سوامي
ڪراندا، جنهن کي ننگو مهراج ڪري جوندا هئا، جو
هو سارو ننگو ٿي ننگر ننگر تي کي اگهان هٿ ڏيئي
رهندو هو سو ٥ مهنن جي مصلاي اندر رهندو هو، ڪل
ڪر، گيان پدار، گفتگو ۾ فضيلت وارو، پرشن جو جواب
ٻر ڏيندڙ اهڙو هو ننگو مهراج، جنهن جي سنگ لاءِ ديوان

ڪوڙو نہ ڏکيو آهي. پر ديوان سائين ڏري ٻوراڻ جو هو، خصوص هن ڳالهہ ۾ ٿيو. هڪ اٽڪ آڏو آيس. ماتا سندس حيات ۽ تنهن زور ڀريس تہ اٿين نہ ڪر. اُن نيت انجام ورتس تہ جيستائين ماڻ حيات آهيان تيستائين مون کي ڇڏي ڪين ويندين. انجام ڪري ٻہ ورهيہ پنهنجي وئراڳ کي روڪي ويٺو، پوءِ جڏهن ماتا جو چالاڻو ٿيس تڏهن ٻيڙو ڇڏي ڪاشي روانو ٿيو.

ديوان سائين کي چار پٽ هئا، وڏو انهن ۾ ديوان شيرسنگهہ هو، جو اوائل ۾ نارٿ ويسٽرن ريلوي ۾ ٽائيم ڪيپر جي نوڪري تي هو ۽ تنهن کانپوءِ ديوان لعلسنگهہ منهنجو پتا ۽ تنهن جي پٺ ديوان ديا سنگهہ هئا، جي روينيو کاتہ ۾ نوڪر ٿي رهيا ۽ ننڍو سڀني ۾ گدا سنگهہ هو، جو پاوڀون ورهين جي عمر ۾ گذاري ويو. ديوان ديا سنگهہ جو پٽ پرا گداس آهي جاٻد و مل منهنجو ننڍو ڀاءُ آهي. ديوان سائين ڪاشي وڃڻ کان اڳ جاگير جي مقاطعہ ۽ زمينداري جو ڪم وڏي پٽ ديوان شيرسنگهہ کي سؤنپي ويو. ڀاڳہ اُن جا ٻہ ڇڱا ٿيا جو پيداش گهٽي ئي ايندي رهي. ديوان شيرسنگهہ ٻہ اُدارچت هو، جنهنڪري ڏان جو ڪم ٻہ جڳوئي هلندو رهيو. ديوان سائين کي هڪ نياڻي ٻہ هئي جا ديوان چتي مل خوبچند آڏواڻي سان پرڻيل هئي. راءِ صاحب يا امر راءِ صاحب ڪيسوٗنداس ۽ تلوڪچند ايل ايل بي انجا پٽ آهن.

ڪاشي ۾ ايشور ڪرپا سان ديوان سائين کي سنگ چڱو ملي ويو، جنهنڪري ڪاشي ۾ رهڻ وٽي ويس ڀائو آبرداس اُتي اسي گهاٽ تي هڪ کيتر ۾ رهندو هو،

جو مهاتما پرش هو. اُنجو سنگ ديوان سائين کي ڏاڍو پسند آيو، ۽ جيترو ٽيڪ ڀائو صاحب شرير ۾ نربل ٿيندو هو ۽ تپ جي ڪري به ڏينهن اندر رهندو هو ته تئين ڏينهن ٻاهر نڪرندو هو، تيئن به انجي ٿورڙيءَ سنگ ڪري هرديءَ تي نيڪ اثر ٿيندو هو. ديوان سائين کي انجي سنگ جو اهڙو اثر ٿيو، جو انهي کيتر جي لڳ پٽ خريد ڪري آکاڙو ٺهرايائين، جنهن ۾ پنهنجو کيتر ڇاڙو رکيائين ۽ پنهنجي رهڻ جو آستان ڪيائين، خاص انهيءَ مراد سان ته ڀائي امرداس جو سنگ جيترو ملي سگهي اوترو ان مان لاڀ وٺجي. انهي آکاڙي ۾ آدي گرنٿ صاحب استاپن ڪيو ويو، جنهن لاءِ شيءِ آڌاري به مقرر ڪيو ويو. کيتر ۾ هڪ ويلو روٽيون ۽ دال عام ساڌن کي ڏيڻ ۾ ايندي ون هيون، ۽ ڪئين ساڌو اُهي وٺي ويندا هئا. ايشور جي ڪرپا ديوان تي اهڙي ٿي جو مندس آکاڙي پنيان ورڻ هڪ باغ ۾ جيڪو ڀائو مگنيرام رهندو هو، تنهن جو سنگ به ڏاڍو لاڀ دائڪ هو. ويتر سوامي پاسڪراننڊ، جنهن کي ننگو مهراج ڪري چوندا هئا، جو ته هو سارو ننگو ٿي ٿنگر ٿنگر تي کي اگيان هٿ ڏيئي وهندو هو سو ۵ مهنن جي مفاصلي اندر رهندو هو، کل مکر، گيان ڀنڊار، گفتگو ۾ فضيلت وارو، پرشن جو جواب ته ڏيندڙ اهڙو هو ننگو مهراج، جنهن جي سنگ لاءِ ديوان

سائين شايق رهندو هو. ڪاشيءَ ۾ سندس پوشاڪ صرف کوپين، تنهنجي مٿان سنهي ڌوتيءَ جي گوڏ، اڇو پهرياڻ ۽ سنهي اڇي ٽوپي مٿي تي ۽ چاکڙيون پيرن ۾ اهائي هوندي هئي. ڇا ڪيمخاب ۽ شاوارون، ڇا اها پوشاڪ!

ديوان سائين جيئن ڪاشي ويو تئين وري سنڌ ڏي نه موٽيو. پر هرويرو اولاد سان يا دنيا سان ڇڏي ڇڙي ڪين ويو، خط پٽ لکڻ جي وات، صلاح مصلحت ڏيڻ، انهيءَ ۾ اعتراض ڪو نه ورتائين. هڪ دفعه ديوان شيرسنگهه کي زمين جي پيداش ۾ ڏاڍي تنگي ٿي، جنهن ڪري پيسي جي سختي سمجهائين، ديوان سائين کي لکي موڪليائين؛ ديوان سائين هڪ پيسو ٽامي جو موڪلي ته اهو پيتي ۾ وجهي رکه ۽ لکيائينس ته جيستائين نيت ڀلي هوندي تيستائين سختي نه سمجهندين؛ ٿيو به ائين؛ ٻئي فصل ۾ چڱي لاڀ ڪاري ٿيس.

ديوان سائين پنهنجي مرڻي پٽ ديوان شيرسنگهه کان سندس ڪروڙ ته چڙهڻ دان ۾ ونئي ان کي ڪروڙ کان ڇڏايو. ديوان شيرسنگهه سوايڪ ڪروڙوان ۽ سخت ماڻهو هو. سندس سڀاءُ جون ديوان سائين کي به خبرون ڪاشيءَ ۾ پهچنديون هيون. هڪ دفعه ديوان شيرسنگهه ڪاشي ۾ ديوان سائين وٽ ويو ته اُتي وڃڻ وٺي ديوان سائين چيس ته مون کي توکان هڪ شيءِ کپي، جي ڏيندين ته چڱو. ديوان شيرسنگهه هڪدم "حاضر سائين" چيو. ديوان چيس ته ڏس جان مٿان ڦري

وڃين يا پشيماني ڪرين. ديوان شيوسنگهه ته سڀ ملڪيت ديوان سائين جي ڏنل سمجهي سڀ ڏيڻ لاءِ تيار هو، سو چيائينس ته سائين جيڪي وڻيو سو ڄاڻو- چيائينس ته پنهنجو ڪروڙ منهنجي حوالي ڪر. ديوان شيوسنگهه خيال ۾ پئجي ويو، پر انجام تي هڪو ٿي ”حاضر ڪيائينس.“ پوءِ ته خوب شير مڙس ٿي ٻاڻ کي ديوان شيوسنگهه سيتل ۽ شانت سڀاءُ جو ڪيو.

ڏسي رهيا آهيون ته ديوان سائين جو مرتيو ١٥ اپريل ١٨٩٧ ۾ ٿيو. انهي وقت ڪاشي ۾ وبا جي بيماري سخت نموني ۾ اچي پيئي هئي. سندس خدمت ۾ هڪ نوڪر گنگادر هو، جو ان وقت ۾ اجا ١٣ يا ١٤ ورهين جي عمر جو هئو. ان کي وبا اچي ورتو. ديوان صاحب ان جو علاج ڪرايو ۽ ٻاڻ ان جي ٽهل ڪئي. گنگادر چاڪ ڀاڪ ٿيو، اڄان حيات آهي، پر ديوان سائين ٻاڻ وبا ۾ ڦاسجي پيو. سندس پٽيوپو مسٽر هيرانند تنهن وقت ڪاشي هو، تنهن علاج ڪرڻ لاءِ چيس پر ان کي چيائين ته هاڻ موڪلائي آهي، علاج بي ڪار آهي، چيائينس ته حيدرآباد تار ڪريان، ته چيائينس ته متان اهڙو ڪم ڪرين، جيڪڏهن منهنجا پٽ اچي وڃن ته ڏچان ٿو ته متان ٻچاڙي ۾ انهن جي موهه ۾ اٽڪي ڪل محنت نه برباد ڪريان؟

وڃين يا پشيماني ڪرين. ديوان شيرسنگه ته سڀ ملڪيت ديوان سائين جي ڏنل سمجهي سڀ ڏيڻ لاءِ تيار هو، سو چيائيندس ته سائين جيڪي وٺيو سو ڇڏيو- چيائيندس ته پنهنجو ڪروڙ مهنجي حوالي ڪر. ديوان شيرسنگه خيال ۾ پئجي ويو، پر انجام تي پڪو ٿي "حاضر ڪيائيندس." پوءِ ته خوب شير مڙس ٿي پاڻ کي ديوان شيرسنگه سيتل ۽ شانت سڀاءُ جو ڪيو.

ڏسي رهيا آهيون ته ديوان سائين جو مرتيو ١٥ اپريل ١٨٩٧ ۾ ٿيو. انهي وقت ڪاشي ۾ وبا جي بيماري سخت نمونـي ۾ اچي پيئي هئي. سندس خذمت ۾ هڪ نوڪر گنگاڏر هو، جو ان وقت ۾ اچا ١٣ يا ١٤ ورهين جي عمر جو هئو. ان کي وبا اچي ورتو. ديوان صاحب ان جو علاج ڪرايو ۽ پاڻ ان جي ٽهل ڪئي. گنگاڏر چاڪ پاڪ ٿيو، اڃان حيات آهي، پر ديوان سائين پاڻ وبا ۾ ڦڪڙجي پيو. سندس پيٽيو يو مسٽر هيرانند تنهن وقت ڪاشي هو، تنهن علاج ڪرڻ لاءِ چيس پر ان کي چيائين ته هاڻ موڪلاڻي آهي، علاج بي ڪار آهي؛ چيائيندس ته حيدرآباد تار ڪريان، ته چيائيندس ته مٿان اهڙو ڪم ڪرين، جيڪڏهن مدهنجا پٽ اچي وڃن ته ڊڄان ٿو ته مٿان پڇاڙي ۾ انهن جي موهه ۾ الڪي ڪل محنت نه برباد ڪريان؛

انهن ڏچڻ جڳوئي آهي. ٻاڻ قرباني، ٻوت لاءِ ٽيا هڻڻ، ٻوهه جو ڏپ، ايشور ڀاونا، اهو ويچار ته انت واري ٻمت پوري رهي، اهي سبق ديوان سائين جي هن سنڌس وفات جي حال مان ملن ٿا.

ديوان سائين جو آڪاڙو ڪاشي ۾ اسي گهاٽ تي اچا ڙايو آهي. پڻاشڪتي اهو هلائيندو اچي جي ٿو. اهو ديوان سائين جي وقت جو اوُچ ڪونه آهي، نه وري اهو ڪم ۾ هاڻ تيرڻ جي ڪا ضرورت آهي. ڪاشي ۾ هاڻ ڪيتر گهٽا نڪري پيا آهن؛ سنڌين لاءِ ۾ ڌرمسال خاص ٺهي رهي آهي، جنهنڪري ياتري ۾ ديوان سائين جي آڪاڙي ۾ ڪو گهٽا ڪونه ٿا اچن، جو ته سنڌي ڌرمسال شهر ۾ سهوليتن جي وچ ۾ آهي. هن آڪاڙي ۾ ته ايڪانت جو طالبو، غريبي سان گذارڻ واروئي رهي سگهي. هن وقت ۾ آڪاڙي ۾ چار غريب ٻي وسيعت وديارٿي، سنسڪرت جا ابياس ڪندڙ، جن مان هڪ سنڌي آهي، رهن ٿا جن کي جاءِ ۽ کاڌو مفت ملي ٿو، تنهن کان سواءِ ۾ براهمڻ سرير ۾ رهن ٿا جن کي سيڌو ملي ٿو، ڪي ياتري اچن ٿا ته انهن کي تن ڏينهن تاءِ رهڻ ڏجي ٿو ۽ سيڌو ڏيڻ ۾ اچي ٿو. ايشور جي ڪرپا ۽ ڀڳتن جي آسيس ٿيندي رهندي ته اهو ڪم هلندو وئي رهندو.

حيدرآباد سنڌ
تاريخ ١ نومبر ١٩٣٠

حشمت راءِ لعل سنگهه گدواڻي

# ديوان صورت بهار

## ايڪو انڪار - ستگر پرساد.

## راڳ ڀيرو نمبر ١

واهه واهه واهه گرو نانڪ شاهه، نج نرنڪار نرباني واهه.
آتم ديو پرماتم پرڀ جي، پار برهم پرڌاني - واهه
ووا واسديو وسو پالڪ، سڀ سروپ سيهاني - واهه
آلهه الف الله ڀيا تون، الکهه روپ لاثاني - واهه
هر هاوي هر مانهه سمائيا، ظاهر ديکهه نهاني - واهه
گر غفار گوبند ڀيا تون، تون داتار عياني - واهه
رام رام رحمان هويا تون، تون رحيم رباني - واهه
واهگرو وه واهگرو، وه واهگرو کي باڻي - واهه
کيا کيا عرض ڪرون مئن شاها،
سڀ ڪڇهه دل کي جاني - واهه
صورت گيان بهار شهنشاهه، بار بار قرباني - واهه

## راڳ ڀيرو نمبر ٢

اوم آتم ديو پرماتم، سوهم واهگرو هرنام.
انترجامي پار برهم پرماتم، ديو ڪو هئن پرنام.
نرنڪار هئن باپ همارا، مها مايا مائي ڪو نام.
مهاديو برهما دوئو بير هئن، وشن نارائڻ آتم رام.

برهما ٿاپ سدا شو ڪنٺ مين، هردي وشنو ڪو وشرام.
مستڪ[1] مانهه آڪال پرکه، گر نانڪ نرنڪار ڪو ڌام.
هي ٿر ٻوڙا ولائت ميري، آنند نندگو ھٿ ميرو گام،
سهج ڪي گهر سينچا[2] سنتوکه پٿ، سووت جاڳت آٺهه رام
وشن هري گر سنت رام، اوم واهگرو سوهم ست
ڌرم ارٿ ار ڪام موکشيم ڦل، واهگرو ڪا ھٿ
سڌن، مڌن، نِد ڌياسن[3] ڪر، ساکيات ڪار هوء آنو
پريم ڀڳت ويراڳ گيان، وگيان پد پي هوء نهڪام.
صورت شيام بهاري هوڪي، هرهين خاص ھٿ هرهين
هر صورت مٿ[4] هر صورت ھٿ، گيان ڌيان ڪر ديکه مدا

## زائچه پيرو نمبر ٣

ماڻ نماڻي ٽانو نتاوي، امرداس ابناسي واه.
گرو انگد ڪي انگ گرو، گرو نانڪ ڪا پرڪاشي
امر داس گر جوت تماري، امبرتسر ڪي واسي[5] واه.
تون گرو ارجن تون هرگوبند، تون هر راءِ هلاسي

---

١- مٿو پرهتي دسمي دئار جو اشارو ڪيل آهي.
٢- ڪمت.
٣- يوگ جو اٺون انگ يعني سماڌي.
٤- شراب يعني هر صورت سان پريم ڪرڻ.
٥- خوشي.

تون هرڪرشن وشن تون برهما، تون شنڪر سنياسي واه.
تون گر تيغ بهادر قادر، رڌ سڌ نڌ تيري داسي واه.
تون هڳر خالصا گرو گوبند سنگهر، جلي ٿلي آڪاسي واه.
جيون ڀاوين تيون مهر ڪرو، هڳو تيري درڪي داسي واه.
صورت گيان ڀهار امر ڀور، ٻار ٻار ٻل جاسي واه.

## راڳ ڀيرو نمبر۴

سري امبرتسر امبرتسر امبرتسر ڪر ري.
ڪر اشنان نام[1] دان ڪشمل سڀ هر[2] ري.
سکر داتار دکر ٻدار، نانڪ شاه نر ري.
ست ڪرتار نرنڪار، اونڪار ايشور ري.
سوهر واهگرو انگد پرڀ پرميشور ري.
واه واه گرو امرداس، ندريا ڌر ري.
ڪهو سري گرو رامداس، ڀو ساگر تر ري.
ڌن ڌن ڌن گرو ارجن آنند ڪا گهر ري.
هرگوبند ڪرپا سنڌ، هر هر گرڌر ري.
هر هر راءِ گرو سڀ سکر ساگر ري.
واه واه گرو هرڪرشن ڪي چرن سرن ٻر ري.
رڌ سڌ نڌ ڪا داتا، گرو تيغ بهادر ري.
واه واه گرو گوبند سنگهر خالصا سير ري.
صورت هوڪي ٻهار، سيس چرن ڌر ري.

---

۱- ٻاهرين ۽ اندرين گندگي ۲- دور ڪر.

ياري لمبي کجور هڻ، ياري سمجهڪي چڙهيا هو هوشيار،
گري تو چڪنا چور هو جاوي چڙهي تو ديکي سب اسرار

ياري ٻري خواري هڻ مجنون ني آهڪو ڪيا خوار،
ليلي ٻي مجنون مجنون ڪر ڇوڙ ڏيئي اپني گهر بار

ياري سچ فرهاد ڪو کن جان ديا سر تيشي مار،
شيرين ٻي سن بات يار ڪي جهت دي دئي جان نثار

سسئي پنهون ڪي ياري ديکي ڏرتي ۾ هئي هڻ غار،
پنهون پيارا ٻي آ مليا اندر ديکر ليا گلزار

ياري ۾ سهڻي ڪو ڪو سنيا تر جاتي تي درياهون پار،
اڪ دن ڏوب مئي درياه ۾ سهڻي ڪر مهار ميهار

ياري رانجهن دي ديکي جس ڇوڙ ديا هڻ تخت هزار،
هير سچيار سيال دي خاطر خوش هوا هڻ منجهيان چار

ياري ساچ زليخا ڪي جا يوسف پر هوئي پلهار،
نور گنوائي نوراني هوڪي يوسف ڪي هوئي هڻ ڪنوار

ياري ڪر بهار صورت سين ٿوري ڏن هوا بيزار،
صورت ڪر بهاري سين ياري خوش هويا هڻ بهار بهار

## غزل از نعيم نمبر ٩

ڪهي ڪس يار لئي يار شهر ڪو ڇوڙا،
ديکو ميري لئي دلدار ني گهر ڪو ڇوڙا

---

١- جبل ڪٽڻا ٢- غرق

جسڪا نوڪر هئہ سو بلاوي تو ڀي نهين آوي،
ميري خاطر هين ايسي مير ڪي در ڪو جوڙا،
ميرا معشوق نهين يار ميرا عاشق هئہ،
ميري هين واسطي آنکون ڪي ڪجل ڪو جوڙا،
ٻي بهادر هئہ بهادر ميرا همراه حبيب،
جسني جنگ ديکتي هين جلد ڪمر ڪو چوڙا،
قل ڪي خاطر همين محبت ڪي شجر[1] ڪو پالا
جب سمردار[2] هوا شجر ثمر ڪو جوڙا،
ڪيا محبت ڪي مشقت مين پريشان ٿا يار،
بي فڪر هئہ ايسي الفت[3] ڪي فڪر ڪو جوڙا،
ديکر گل بلبل ايسي ڪو هئہ گلزار بهار،
صورت خار[4] ڪي مذڪور ذڪر ڪو جوڙا.

## ڪافي از نعيم نمبر ١٠

ديکر ليني مين ڪيا ڪرتا هئہ، ڪئسا ديني مين ڪيا مرتا هئہ،
ڪوئي مورک ڪو سمجهاوي نهين ڪئسا ڪام اناڙي ڪرتا هئہ،
ڪوئي ڪرين[5] ڪو ڪڇ ڪهتا هئہ
تو اکين ڪنڊ[6] ڪي لڙتا هئہ،

---

١- ٻرط ٢- ڦل وارو ٣- پيار ٤- ڪنڊو ٥- مورک
٦- اکيون شوڪي.

روشن هري گور رام رام جو تار طنبور آهر تا هئه،
بهار صورت هر گن گاوي واهگوروهي کا نام سمرتا هئه.

## غزل فارسي از نعيم نمبر ١١

ين چه دؤري[1] است که دانا[2] همه ديوانا[3] شدند،
ست گشتند به دنيا[4] همه مستانه شدند،
جنگ وجدل[5] است درين قوم که بر پاره[6] نان[7]،
آشنايان وچه خوشيان همه بيگانه[8] شدند،
از سبک مايه خود چند گراني[9] دارند،
گهرها قوم که در گوشهادر دانه[10] شدند،
همچو اسکندر و جمشيد چو دار[11] لفنا،
شاد خضر حيات است که افسانه شدند[12]
همچو سگ بيهوده غسل کردن درحين شراب[13]،
عقل بر گشته و در مجلس خرزانه[14] شدند،
پشت با دشمن داده چه چه دشنام[15] دهند،
آخر الامر[16] درين کار وئرانه شدند،

---

١- زمانو ٢- سياڻون ٣- چريو ٤- ڦي ٻيا آهيون
٥- جهيڙو جهڳڙو ٦- ٽڪر ٧- ماني ٨- ڌنڌجا
٩- ڏاريا ١٠- ڏکريا گوراڻ ١١- هري ويا ١٢- آکاڻي.
١٣- ڪتو ١٤- پوناڪراڻ ١٥- گارگند ١٦- نيٺ

آپ ہي غم ھين رھي دي ڪي غم جدائي ڪا،

اب تو غمگين ني غم خوار[1] کو آچا ديکا،

ديکھ ہي حال[2] کو ڪچ حال ڪا محرم[3] نہ ھوئا،

ديکو نادار[4] ني زردار[5] کو آچا ديکا،

جانتا ھون آڪي ہي جان[6] کو جاني[7] ديکي،

جئسي بيمار ني جاندار کو آچا ديکا،

مئن تو نوکر ھون نمڪ[8] خوار ھون جاني ڪا غلام،

ساچ ڪهتا ھون مئن سردار کو آچا ديکا،

ڪئسي صورت ھوئي بلبل ڪي ڪهان ھيءِ وہ بهار،

کاٽي[9] ھيءِ خار[10] ڪيا گلزار[11] کو آچا ديکا.

## راڳ ڪشوري نمبر ۳۳

بهار صورت هٿا ھيءِ آب بهاري[12] ڪا،

هري ھيءِ يار تو ڪيا فڪر ڪسيڪي ياري ڪا،

عجب عجائب گلزار ڪلا[13] برج بن ہي،

مئن آب تو ديکتي نس[14] دن مزا مراري[15] ڪا،

---

۱- غم لاھيندڙ ۲- خراب حال وارو ۳- واقف ۴- غريب ۵- شاهوڪار ۶- مئل ۷- پيارو ۸- لوڻ کائيندڙ ۹- کائي تو ۱۰- ڪنڊو ۱۱- باغ ۱۲- خوشي ۱۳- ڪڙيو ۱۴- رات ڏينهن ۱۵- ڪرشن.

کا گائي[1] هٿ کا بجائي[2] کا ناچتي[3] مستي[4]،
عجب تماشا هيءِ برج بن ۾ هين برج ناري کا،
بنسي[5] کي ڌن[6] سن مرگهه[7] ور نچتي هيءِ برج ۾،
بنسي کي ڌن پر گئُوڌن نچتي گئُو جاري کا،
ميرا کوئي نهين مٺن نهين کس کيرا،
ميرا گرڌاري جو هيءِ مٺن ئي هون گرڌاري کا،
دئيا هٿ ڏاج ۾ برکبان[8] راڌي سين همکو،
غلام زادا[9] هون راڌي جي کا بنواري[10] کا،
بهار يار کو هيءِ خيال ڪامگاري[11] کا،
صورت غريب کو هيءِ خيال خاکساري[12] کا،

## غزل کشوري راڳ نمبر ۳۴

صورت بهار زبردست سين جب زير[13] کيتا،
صورت بهاري کي بندي ۾ نهين دير کيتا،
صورت بهار زبردست ۾ خوف[14] خزان[15]،
صورت بهاري ني کر شير سچي[16] خير کيتا،

---

۱ـ ڳائي ۲ـ وڄائي ٿي ۳ـ نچي ٿي ۴ـ ڪلي ٿي ۵ـ بنسري ۶ـ آواز ۷ـ هرڻ ۸ـ راڌان جو پيءُ ۹ـ غلام جو اولاد ۱۰ـ ڪرشن ڀڳوان ۱۱ـ سوڀ ۱۲ـ ٻڙي مٽي ليرڙ ۱۳ـ هٿ هيٺ ۱۴ـ ڊپ ۱۵ـ سرو ۱۶ـ شينهن

سورٺ شيام راڳي رکمڻ کي، گيان ٻرهم سمجهائي.

## غزل سورٺ راڳ نمبر ١٠

يارو چلو[1] ڪرتار ڪي دربار[2] کو ديکون،
عيب گنهگار ڪي ستار کو ديکون،
ديکن ہم ھو صد[3] سال ڪا بيمار شفاياب[4]،
ديکون ائسي غفار[5] شفادار[6] کو ديکون،
مژگان[7] سين جهاڙون[8] اسي درگاه ڪي در کو،
يارو ڪڏي[9] جا اس در دربار کو ديکون،
مجهه جئسا گنهگار کو هوئيا نه هوينگا،
بدڪار برا هون ائسي غفار کو ديکون،
يا رب تيرا ديدار ڪبي بار مئر ديکون،
هر[10] بار[11] اگر[12] نه هو اڪ بار کو ديکون،
فقراڪ[13] کو ڪيئا تيري هين دامن[14] کو پڪڙڪي،
رفتار[15] کو ديکون ڪئسي گفتار[16] کو ديکون،

---

١- هلو ٢- پردو ڍڪيندڙ ٣- سؤ ٤- چڱي ڀلي
٥- معاف ڪندڙ ٦- ڇوٽڪارو بخشيندڙ ٧- پنبڻيون
٨- ٻهاريان ٩- ڪڏهين ١٠- سڀ ١١- ڦيرا
١٢- جيڪڏهن ١٣- دانهن ١٤- پاءُ ١٥- هلڻي
١٦- ڳالهائڻ.

## هوڙي راڳ نمبر ٨

هوري کيلت مرد الله، اُڏاوي زرڪو لڏاوي تلا،
سونا گلال عنبير روپي ڪا، مس پچڪاري رلا،
پر قبر مسڪينون پئہ ڏاري ڪرتا هئہ سب ڪا ڀلا،
قيصر عنبير مشڪ ڪا شربت پياسون ڪو پلا،
ڪان پان پڪوان پيالي، بوکي جن ڪو ڪلا،
سخي اُڏاوي بخيل لجاوي، اُلٽي ڪرتا گلا،
بد بخيل موڏي ڪي منهن پر، لڳتا هميشہ ڪلا،
چير بسنتي گلابي رنگا ڪر، ننگي تن ڍڪلا،
يار يتيمون سين کيلي هوري، غريبون سين دل ڪو ملا،
هر صورت ڪو پياري ديکي، نياز عجز دکلا،
بغض حسد ڪينہ ڪو نيڪالي چرواوي قسلا.

## هوري راڳ نمبر ٩

ري گوري هوري کيلت جمنا ڪي تير،
راڌي شيام ڪي جگل جوري،

---

١- سون ٢- ڌاون ٣- ملائي ٤- پچڪاري
٥- ڪاڌو پيتو ٦- نماڻائي ٧- ساڙو ٨- وير وروڌ ٩- قاتلن
ڪي ١٠- ڪناري تي ١١- پہ چٽا.

راڳ هوري

اٿ[1] راڌي سجهه ڌ[2]ج ڪي کڙي،
سنگ سکئيون ڪي ڪرڪي صفين[3]،
اُٿ گرڌر آئيو گنوارون سين،
ڪرڪي هوري ڪي نئين تدبير،
راڌي ڪي جهولي، گلال ڪي قمقم، اور ابرقي عنبير،
هرڪي ڪر پچڪاري رنگ، سنگ سوهت هلڌر[4] بير،
هر رنگ سين راڌي ڀينگري ڀئي، سڀ پيتانبر جنسي چير،
واهه واهه ڪئيا بات، راڌي ڪئيو، شيام ڪو لعل شرير،
گنو گنوال سڀ لعل ڀئي، سارو لعل هو جمنا ڪو نير،
برج بن لعل، لعل گوردن، لعل هين برج ڪي اهير[5]،
صورت شيام ڪي لعل لعل ڀئي، راڌي ڪي تصوير،
ديکو لعل بسنت بهاري ڪا، لعل ڀئي گيان فقير.

## هوري راڳ نمبر ١٠

شيام ڀئيا آب لال ڪئسي، هوري ڪي ڏنن مين،
اُڏت گلال عنبير ڪي ورڪا، موهن متڙا ڪي لال،
ڪس قمقم تڪ ڪهچ[6] ڀئي لڳاوت، ڪس مارت ڀئي گال[7]،
ڪس ڪي بينڌي[8] ٻکڙ گرارت، ڪس ڪي اُکارت بال[9]،

---

١- هيڏانهن ٢- تيار ٿي ٣- قطار ٤- پهلوان ٻلڀد
٥- گهوار ٦- ڇڏن ٿي ٧- ڳل ٨- ٽڪ ٩- وار.

دکلائيا مجهي گيان ڪا گلزار قلندر،
مرشد ڪا ملائيا اسم اسرار قلندر،
وهه وهه ميرا همراهه هو همه سار قلندر،
دم مست قلندر شهه شهباز قلندر،
هم دست خداوند ڪا هم راز قلندر،

## راڳ سورٺ ۽ پيروي

### مناجات به درگاهه عنائت شاهه قلندر صوفي،

شهه عنايت اللهه دم قلندر هئا،
جسي ڪي جان هي سبحان حق دل اندر هئا،
جسي ڪي ذات ۾ آ ذات حق سمائيا هئا،
جسي ني پاڪ هو حق پاڪ مين ڪو پائيا هئا،
جسي ني لطف سين حق جا بجا ڪهائيا هئا،
جسي ني آپ ڪو اللهه سين ملايا هئا،
شهه عنايت الله دم قلندر هئا،
خدا ڪا پيارا هئا محبوب يا ربي مولا،
عجب هئا صوفيءَ سلطان صاحب دولا،
جسي نگاهه ۾ آتي هئا نور ڪا شعلا،
جسي ڪي جسم ۾ اللهه عشق ڪا اولا،
شهه عنائت اللهه دم قلندر هئا،

١- باغ ٢- جو ٣- نالو ٤- مددگار ٥- پاڪ ٦- ڀڳوان جو ٧- آسمان جو ٨- جوت جو ٩- چمڪ ١٠- ٻرندڙ

خدا ڪا عاشق معشوق هئو غفار[1] الله،
ڪٺيا هوئيا هئو خوش دل سر فدا[2] ستار[3] الله،
چڙهي هئو نيزي پٺ سرني ڪٺيا نظار الله،
ڪٺيا هئو جان سين هر جان ني پڪار الله،
شاه عنايت الله دم قلندر هئو،
شر شهيد شهادت ڪا مرتبا پائيا،
رضا ڪي تيغ[4] لي سر نام حق پر داوائيا،
سڀي فقير هو پروانا جيئن جلوائيا،
هزار حور آ[5] جنت سين گاڪي جهڙ لائيا،
شر عنايت الله دم قلندر هئو،
سوار نيزي پٺ سر هو ڪي سر خدا هئو ڪها،
جدا هو ڌڙ سين خدا ڪا بيان فدا هو ڪها،
بجا بجا هئو حق مهربان بجا هو ڪها،
هوئا هئو عرش سين آواز حق ندا[6] هو ڪها،
شر عنائت الله دم قلندر هئو،
دهلي ڪي شهر پر ڏم ڏوم سين جو سر آيا،
وه بادشاهه جو گمراه ٿا سو مروائيا،

---

١- بخشنده ٢- قربان ٣- پردو ڍڪيندڙ ٤- ترار
٥- اچي ٦- آواز.

وهان ٻي روضہ[١] رضوان[٢] سر ڪا بنوائيا،
وهان هين تخت ڪا مالڪ هو مجموعي[٣] لائيا،
شہ عنائب الله دم قلندر هئہ،
هوئا هئہ جهوڪ ۾ جنت[٤] مڪان ميران پور،
وهان ٻي روضہ رحمان ڪئيا عجب دستور،
رهي قلندر گادي پئہ اڪ الله ڪا نور،
هر اڪ زبان ۾ اُسڪا بيان هئہ مذڪور،
شہ عنائت الله دم قلندر هئہ،
هوئي زيارت درگاه حق ڪي دڪلائيا،
بجي[٥] هين نوبت شرنا[٦] نشان[٧] جهلوايا،
هر اڪ سوالي ني مطلب ليا هي قل پلائيا،
هزارون فقر فقيرون ني آڪي ڏن لائيا،
شہ عنايت الله دم قلندر هئہ،
عجب هئہ فيض ڪي درگاه قلندري فياض[٨]،
رحيم خاطر[٩] خوئي ڪريم محرم[١٠] راز[١١]،
صدا[١٢] همئہ فضل ڪي آتي هئہ مئہ ڪي آواز،

---

١- قبو ٢- مبارڪ ٣- ماڻهن جا ڪٺا ٤- سرڳ
پوري ٥- وڄي ٿي ٦- توتاريون ٧- جهنڊا ٨- ٻاو
ڪندڙ ٩- دل ١٠- واقف ١١- ڳجهه ١٢- آواز.

مدام[1] دائم دربار کي کاپي دربار،
شه عنايت الله دم قلندر هئه،
نگاه جسکي هئه هردم گنهگارون پر،
جسي کي خاڪ هئه اڪسير خاکسارون پر،
جسي کا لطف ار احسان هئه هزارون پر،
اُسي کا نام هئه مشهور نامدارون[2] پر،
شه عنايت الله دم قلندر هئه،
زهي[3] قلندر گادي کا نور چشمي شاه،
جسي ني ديکا اُسي ني کها سبحان الله،
شفا کا بحر[4] سخا کا جوئي[5] هئه ولي[6] درياه،
خدايا آپ هين الله حق ني کئيا واه واه،
شه عنايت الله دم قلندر هئه،
جسي کي ديکي هين ديدار ياد آتا هئه حق،
جسي کي پيکي[7] هين پردا دئي کا جاتا هئه شک،
جسي کي حکم م اصلا[8] نهين ظلم ناحق،
جسي کي جسم م الله حق خدا في الحق[9]،
شه عنايت الله دم قلندر هئه،

---

١- هميشه ٢- ناليرن ٣- سدا حيات ٤- درياءُ
٥- نهر ٦- دوست ٧- ڏسي ٨- اصلي ٩- سچ پچ.

جسي ڪي مستي سين مستي زمان[1] ني پائي هئي،
جسي ڪي هستي سين هستي جهان ۾ آئي هئي،
جسيڪي بستي[2] ۾ بستي جهان بنائي هئي،
جسي ني قدرت الله ڪي دکائي هئي،
شه عنايت الله دم قلندر هئي،
جوئي آيا هئي سوالي نه خالي هوڪي گئيا،
جو پهچا در حقاني[3] موالي[4] هوڪي گئيا،
جوئي بحال[5] نه تا سو بحالي هوڪي گئيا،
بنايا خورد کو بزرگ کو عالي هوڪي گئيا،
شه عنايت الله دم قلندر هئي،
ميري تو آرزو[7] سب ديکتي هوئي حاصل،
ملايا مرشد الله سين کيا واصل[8]،
دلائيا خرچ سڀي خير کا گئيا داخل،
سڀي مراد ميري مقصد هوئا حاصل،
شه عنايت الله دم قلندر هئي،
گناه کتني ميري بخش هو گئيا اب تو،
نگاه مهر کي هو مهربان کيا آب تو،

---

١- من زماني جي ماڻهن ٢- وسندي ٣- سچي ڌڻيءَ جي ٤- پريمي ٥- قبول ٦- نندي ٧- خواهش ٨- ملايل.

جو چاهتا تا سوئي بهت دي دئيا اب تو،
نصيب جاڳي کلي جو مين آگئيا اب تو،
شر عنايت الله دم قلندر هئي،
کيا نظر سين جسي ديکه صورت بدکار،
هوئا هئي خار سين گلزار کر دئيا هئي بهار،
گيان ڏبان همين دي دئيا خدا بسيار،
خدا ستار همارا هوئا خدا غفار،
شر عنايت الله دم قلندر هئي،
جسي کي جان هئي سبحان حق دل اندر هئي.

## راڳ نعيم

### مناجات به درگاه شاه يقيق ترت طبيت.

شاهه يقيق يا رب حق کا حبيب هئي،
تحقيق سب مريض کا حاذق[1] طبيب هئي،
عاشق هوئا الله کا مولا کا هئي محبوب،
طالب تبارک[2] الله کا، الله کا مطلوب[3]،
جو جو زبان سين بولي سو حق کو هو مرغوب[4]،
سب اولئيائون ۾ کئسا خاوند کئيا هئي خوب،
شاهه يقيق يا رب حق کا حبيب هئي،
هر مرض قرض کو هئي دوا خاک شاه کي،

---

١- داناهه ٢- برکت ٣- گهرندڙ ٤- پسند.